# ساس سٽي سکر. ڪام

# ھمڙو ڪو پيو ڏنڌو

## اخبار ۾ لکيل مضمون تان ورتل

الطاف شيخ

ڊجيٽل پبلشر

## سنڌي ادبي سنگت شاخ

## سٽي سکر سنڌ

# ٻہ لفظ

محترم دوستو......!

السلام عليڪم

اداري، سنڌي ادبي سنگت شاخ سکر ستيءَ طرفان اوهان جي لاءِ، جڳ مشهور شخصيت، (جنهن کي سنڌ جو سندباد جهازي چئجي تہ نهايت بهتر ٿيندو) محترم الطاف شيخ جا سفرناما ۽ ٻيا ليک پيش ڪجن ٿا.

اسان محترم الطاف شيخ صاحب جا تمام گھڻا ٿورائتا آهيون جن جي اجازت ۽ تعاون سان اهي ڪتاب ٿوري آئوٽ لوڪ جي ايڊيٽنگ سان (ڪتاب جي متن ۾ ڪابہ تبديلي نہ ڪئي وئي آهي، صرف ويب سائيٽ تي آڻن لاءِ ان جي آئوٽ لوڪ کي خوبصورت بڻايو ويو آهي) اوهان تائين پهچائي سگھيا آهيون. ان کان علاوه ڪتاب جي پبلشر وغيره جا نالا، سندن مالڪي حقن سبب نہ ڏنا ويا آهن. صرف ليکڪ جي اجازت سان سندس ليک ڏنو ويو آهي.

محترم دوستو!.. اسان اُميد ٿا ڪريون تہ اوهان پنهنجي راءَ کي پاڻ تائين محدود نہ ڪندا، چا ڪاڻ تہ اوهان جي اها راءَ ئي اسان جي جياپي جو ڪارڻ آ. وڌيڪ بهتري آڻن لاءِ ضرور راءِ ڏيندا .

ساٿ سلامت

مهرباني



اوهان جي مشوري جو منتظر

عبداللطيف انصاري

شمس آباد سکر سنڌ

فون : 0333.7146119

اي ميل ؛

abdullateefansari@yahoo.com

# هڙڙو ڪو پيو ڏنڌو

ساموندي زندگي يعني جهاز هلائڻ واري نوڪريءَ ۾ جتي تڪليف، سختي ۽ خطرو آهي، اتي مزو، رومانس ۽ Thrill پڻ آهي. شايد ڪيترائي جهازي (Seafarers) هميشہ لاءِ جهاز تي ئي رهڻ پسند ڪن، پر ٻارن جي وڏو ٿيڻ ۽ سندن پڙهائي جي ڪري، هنن کي جهاز ڇڏي ڪناري جي نوڪري ڳولڻي پوي ٿي. پوءِ ڪناري جي نوڪري (Shore Job) جتي ساموندي نوڪري کان سولو ۽ سڪون وارو آهي، اتي پگهار گهٽ ٿئي ٿو. 1971ع ۾ منهنجي شادي ٿي ۽ ڏهہ سال کن منهنجي فيملي مون سان گڏ مختلف جهازن تي سفر ڪندي رهي. جهاز ڇڏڻ تي نہ منهنجي، نہ منهنجي زال جي دل ٿي چيو. منهنجي دل ان ڪري جو مختلف جهازن تي رهي رهي ان جي انجڻين کان اهڙي واقفيت ٿي وئي هئي، جو هاڻ هن نوڪريءَ ۾ مون کي

ڪنهن بہ قسم جي ڏکيائي نٿي ٿي.جهاز هلائڻ جي هن نوڪريءَ ۾، جتي ڪڏهن ڪڏهن طوفانن ۾ خراب سمنڊن ڪري اوجاڳا ڪرڻا پيا ٿي، اتي بيحد سانت ۾ سڪون جا ڏينهن بہ مليا ٿي. جهاز جي چيف انجنيئر جي حيثيت سان ايترو اعتماد ٿي ويو هو جو جهاز جي انجڻ ۾ ڪٿي چا بہ خرابي ٿئي، ان کي صحيح ڪري جهاز کي ويجهي بندرگاهہ تائين پهچائي سگهڻ جي سگهہ ساريم ٿي. ساموندي نوڪريءَ ۾ آفيس واري کِٽ کِٽ بہ نٿي ٿئي. هيءَ اها نوڪري آهي، جنهن ۾ توهان جو باس (جهاز جو مالڪ يا شپنگ ڪمپنيءَ جو چيئرمين) توهان کان هزارين ميل پري ويٺل رهي ٿو. جهاز تي سفر ڪندڙ جهاز هلائيندڙن جون زالون، ان ڪري خوش رهن ٿيون جو جهاز تي هنن کي هر شئي نهيل نڪيل ملي ٿي. جهاز تي هنن کي نہ رڌ پچاءُ ڪرڻو پوي ٿو ۽ نہ ٻهاري پوچو. هر چوٿين پنجين ڏينهن دريءَ جو پڙدو هٽائڻ سان هنن کي نئون

بندرگاهہ نظر اچي ٿو. ڪڏهن ممبئي، ڪولمبو سنگاپور تہ ڪڏهن هانگ ڪانگ، منيلا، ٽوڪيو. ڪنهن بندر گاهہ ۾ جي جهاز جي مرمت هلي ٿي تڏهن بہ ان ڪم لاءِ اسان کي ڊوڙڻو پوي ٿو. هو تہ صبح شام جهاز تان لهي، شهر گهمي سگهن ٿيون. پر بهرحال ٻارن جي پڙهائيءَ خاطر اسان کي ڪناري جي نوڪري جي ڳولا ڪرڻي پوي ٿي. هونءَ بہ هاڻ گهڻو ئي جهاز هلايوسين! پهرين نوڪري ڪويت ۾ ملي، اتي جي بندرگاهہ جي چيف انجنيئر جي حيثيت ۾ مون کي رکيو ويو. منهنجو ڪم بندرگاهہ ۾ هلندڙ لانچن ۽ ٽگ بوٽن (Tug Boats) تي نظر رکڻ هئي. ساڳيو پاڻي جي جهازن جي انجڻين وارو ئي ڪم هو. انهي دوران منهنجي پراڻي ڪمپنيءَ ڪجهہ نوان جهاز ورتا. جهاز هلائڻ وارن جي کوٽ هئي، سو مون کي گهرايو ويو. سال ڏيڍ لاءِ وري جهاز هلائڻو پئجي ويو. ان بعد ملائيشيا جي شهر ملاڪا ۾ هليو آيس، جتي هنن پنهنجي ملڪ جي نوجوانن کي جهاز

هلائڻ جي تعليم و تربيت ڏيڻ لاءِ اڪيڊمي کولي هئي. مون کي مئرين انجنيئرنگ ڊپارٽمينٽ جو هيڊ مقرر ڪيو ويو. ضرورت موجب مختلف ملڪن جي جهازن جي چيف انجنيئرن جي ليڪچرارن لاءِ چونڊ ڪرڻ پڻ منهنجي ذمي هُئي.

ڪئپٽن ۽ جهازن جي سينيئر مئرين انجنيئرن کي پڙهائڻ لاءِ هر وقت ڇهه چيف انجنيئرن جي ضرورت پئي ٿي ۽ ستون آئون پاڻ هوس. مئرين انجنيئرنگ جا مختلف سبجيڪٽ اسان پاڻ ۾ ورهائي ڪنيا هئا. اٽڪل اٺ سال ڪن آئون هن اڪيڊمي سان لاڳاپيل رهيس. پڙهائڻ لاءِ اسان وٽ گهٽ ۾ گهٽ ڪري وڏي عمر جا ڪئپٽن ۽ چيف انجنيئر آيا ٿي، جيڪا ڳالهه شاگردن لاءِ به بهتر هئي، جو وڏي تجربي ڪري هو شاگردن جي پچيل هر مسئلي جو حل هنن کي ٻڌائي سگهيا ٿي.

پڙھائڻ وارن ھنن مختلف پروفيسرن ۾ مختلف قوميتن جا ڪئپٽن ۽ چيف انجنيئر ھئا. ھڪ ھڪ انڊونيشيا، برما ۽ ھانگ ڪانگ جو ھو. ھڪ انگلينڊ جو بہ ھو. انڊيا ۽ پاڪستان جا بہ بہ يا ٽي ڪن ھئا. انھن پروفيسرن مِڪي تہ اچڻ وقت خوش ھئا ۽ ھن پاسي جي رواج موجب ٽن سالن جي نوڪريءَ جو Contract صحيح ڪيائون ٿي. پر سال اندر ھليا ويا ٿي. ڪن جي ملائيشيا ۾ دل نٿي لڳي، ڪن کي پر پاسي وارن ملڪن بروناءِ، سنگاپور، آسٽريليا وغيره ۾ سٺي نوڪري ملي وئي ٿي ۽ پڄي ويا ٿي. ڪي ملائيشيا جي ھيڪاندي مينھوڳي، نانگ بلائن ۽ پولڙن کان بيزار ٿي ھليا ويا ٿي ۽ پوءِ ھيڊ آف ڊپارٽمينٽ جي حيثيت سان مون کي انھن جي جاين تي ٻيا ٽيچر ڳولڻا پيا ٿي. ۽ جيسين ڪو ملي تيسين چڙي ويل جو سبجيڪٽ بہ مون کي پڙھائڻو پيو ٿي. جيتوڻيڪ ھڪ سنڌيءَ جي حيثيت سان مون کي بہ چڙي

وچڻ ڪتو ٿي.... اها ڳالهہ مون سان منهنجا پاڪستاني دوست پڻ ڪندا هئا. جن کي آئون کلي جواب ڏيندو هوس تہ "يارو اهي ڏينهن گذري ويا، جڏهن سنڌي (يعني سنڌي مسلمان) پير واري ڳوٺ ۾ وڃڻ سان پاڻ کي پرديسي سمجهندو هو ۽ ڳوٺ ڇڏڻ جو نالو نہ وٺندو هو. اڄ جو سنڌي ڳوٺ موٽڻ جو نالو نٿو وٺي".

ملائيشيا جي هن نيول اڪيڊمي جي شروع وارن ڏينهن ۾، منهنجي خيال ۾ اجا ڪو سال ڏيڍ مس ٿيو هوندو تہ اسان جي اڪيڊمي ۾ هڪ پڙهائڻ واري جي ڪوٽ پوري ڪرڻ لاءِ اخبار ۾ اشتهار پڙهي، سنگاپور جي جهازران ڪمپنيءَ جو هڪ ملئي چيف انجنيئر زين النورين آيو هو. عمر ۾ اسان سڀني کان تمام گهٽو ننڍو هو. بس هاڻ تہ چيف انجنيئر ٿيو هو. جنهن بعد چيف انجنيئر جي حيثيت سان فقط هڪ ننڍڙي ٻن ٽن مهينن جي وائيج (سامونڊي سفر) ڪري، سمنڊ کي هميشہ لاءِ خدا حافظ

چئي، زال سان گڏ اچي ملاڪا ڪان نڪتو جتي اسان جي هيءَ اڪيڊمي هئي. ڏاڍي حيرت ٿي. بهرحال ڪيس قانون مطابق Appointment ليٽر ڏنوسين ته سياڻي ڪان پلي پڙهائڻ شروع ڪر.

ان ئي ڏينهن، شام جو هتي جو آچر بازار Pasar Malam ۾ سندس زال کي پاڇيون وٺندو ڏٺم.

"ڇوڪري هڪ ڳالهه ته ٻڌا ءِ! ساموندي زندگي شايد توکي پسند ناهي جو تو پنهنجي گهوٽ کي ڇڏرائي آهي؟"

"Bukan Enchik! Saya Suka Sea life." (نه سر! مون کي ته ساموندي زندگي بيحد پسند آهي). منهنجي انگريزي ۾ پڇيل سوال جو جواب هن ملئي زبان ۾ ڏنو.

"پوءِ پلا تنهنجي گهوٽ ننڍي عمر ۾ ساموندي نوڪري ڇو ڇڏي ڏني آهي؟"

"Saya Tidak Tahu! Enchik Tanya Dia" (مون کي پاڻ ڄاڻ ناهي، سائين توهان پاڻ هن ڪان پڇو). ملئي

ماڻھن جو ھر ڳالھ ۾ اھو جواب عام ھوندو آھي. ڪنھن بِئي لاءِ تہ ٽيڪا ٽپڻي نہ ڪندا. پر پنھنجي پاڻ پيٽ يا مڙس بابت، ڪنھن ڳالھ جي خبر ھوندين تہ بہ پڇڻ واري کي ٻڌائڻ بدران، ملئي ماڻھو ھميشہ اھا ئي ورندي ڏيندا تہ توھان پاڻ وڃي پڇوس.

جھاز ھلائڻ ٻي ڳالھ آھي، پڙھائڻ ٻي ڳالھ آھي. پر اسان جو نئون پروفيسر زين النورين Audio Visual Aids جي مدد سان ٽيچنگ ۾ تڪڙي تڪڙي Improvement ڪرڻ لڳو. پاڻ نيڪ نمازي ۽ بيحد نفيس قسم جو انسان ھو. سنو استوڊنٽ ٿي رھيو ھو ان ڪري ھن جي سٺي Theoretical ڄاڻ ھئي. ننڍي ھوندي ڪانوينٽ ٽائيپ اسڪول مان پڙھڻ ڪري ھن جي انگريزي بہ سٺي ھئي، پر جھاز ھلائڻ جو گھٽ تجربو ھجڻ ڪري شاگردن جا اھڙا پيچيل سوال ھن لاءِ مونجھارو پيدا ڪندا ھئا، جيڪي جھازن جي حادثن ۽ Safety بابت

هوندا هئا. منهنجي هن لاءِ اها ئي راءِ هئي تہ هن کي هن ننڍي عمر ۾ جهاز ڇڏي ڪناري جي نوڪري ۾ اچڻ نہ ٿي کپندو. خاص ڪري هن پڙهائڻ واري نوڪري ۾ جنهن ۾ زندگي سست رفتاري سان گذري ٿي. هڪ جوان ۽ صحتمند انسان کي جهاز ۽ سمنڊ جي ڏاڪڙن سان جنگ جوٽڻ کپي ۽ جيترو ٿي سگهي گهٽي کان گهٽ وقت سمنڊ تي رهي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ ۽ تجربو حاصل ڪرڻ کپي. پر جي ڪنهن مجبوري جي ڪري هن کي ڪناري جي نوڪري ڪرڻي هئي تہ جهاز جي انجنيئر ( Marine Engineer) جي حيثيت سان هتي جي ڪنهن فيڪٽري، شپ يارڊ يا فائيو اسٽار هوٽل ۾ ڪرڻ کتي ٿي، جتي جهاز واريون مشينون بہ آهن تہ پگهار بہ سنو ٿو ملي.

ڪجهہ ڏينهن بعد رسيس دوران، ڪئنٽين ۾ جڏهن چيف انجنيئر زين النورين سان مٿين ڳالهہ ڪيم تہ هن ٻڌايو تہ اهڙين نوڪرين ۾ زبردست عملي سان وڏي مغز

ماري ڪرڻي پوي ٿي، هيئين عملو Co_operate ڪرڻ يا ڪم جي ڳالهه ڪرڻ بدران هر وقت ڦڏيبازيءَ جا ڪم سوچي ٿو. هنن کي ڪڏهن موڪل کپي، ڪڏهن انڪريمينٽ، يا الائونس نہ ملڻ جون دانهون، ڪڏهن ڪم جي گهٽائيءَ جون شڪايتون تہ ڪڏهن بيماريءَ جا بهانا!.
ان کان علاوه جهاز جي انجڻ بند ٿي وڃي، فيڪٽري جي مشين ۾ ڪو نقص پيدا ٿي وڃي، فائيو اسٽار هوٽل جو ايئر ڪنڊيشننگ نظام خراب ٿي پوي تہ انهن جي صحيح ٿيڻ تائين جهاز جا مسافر، فيڪٽري جا مالڪ يا هوٽل ۾ رهندڙ مهمان آسمان مٿي تي کڻيو بيهن.

اهي ئي سبب هئا جو اسانجو هي ملئي چيف انجنيئر سڪون ۽ سانت جي زندگي جي ڳولا ۾ هن تعليمي اداري ۾ اچي نڪتو هو. پر منهنجي خيال ۾ ہہ يا ٽي مهينا ہہ ڪي مس گذريا تہ هو هن نوڪريءَ مان ہہ بيزار ٿي پيو. هن جنهن سڪون بابت سوچيو هو. هن کي اهو ميسر ٿي نہ سگهيو.

“جتي ڪٿي بيچيني پکڙيل آهي.” هڪ ڏينهن هن پنهنجي دل جو حال مون سان اوريو. “جهاز تي خلاصي ۽ بندرگاهه وارن جا مسئلا آهن ته فيڪٽري ۽ ڪارخانن ۾ مزدورن جا ڦڏا... ۽ هتي پڙهائڻ ۾ شاگرد مٿي جو سور ٿا پيدا ڪن... ويجهي ته ويجهي ڪيڏانهن!”

“هڪ جاءِ آهي.” مون هن ڏي گهوريندي چيو.

“Siapa Kerja?” (ڪهڙو جاب؟) هن حيرت مان پُڇيو.

“زمينداري بابت ڇا خيال آهي؟” مون ڪانئس راءِ ورتي. هن جو چمڪندڙ چهرو يڪدم وسامي ويو. هن خبر ناهي ڪهڙي قسم جي نوڪري يا جاب منهنجي واتان ٻڌڻ جي اميد ٿي رکي. شڪل ناهي چوڻ لڳو.

“سر مون کي ته زميندار يءَ ۾ ڪو به چارم نظر نٿو اچي.... هر روز هارين جا هنگاما، ڪٿائي ۽ چونڊي جا مسئلا، ڪڏهن ڪنهن هاريءَ جي زال بيمار آهي ان ڪري ڪم تي نه پهتو ته ڪڏهن ڪنهن هاريءَ کي شنوائيءَ لاءِ

ڪورٽ پهچڻو آهي...” زين النورين پنهنجي ڳالهه هڪ ئي ساهيءَ ۾ ٻڌائيندي ڪٽي بريڪ هنئي... هن کي اوچتو ڪا ڳالهه ياد اچي وئي ۽ خلا ۾ گهوري مرڪندڙ منهن سان چيو. “سر زمينداريءَ ۾ فقط ناريلن جي پوک آهي، جنهن ۾ سڪون ئي سڪون آهي!” اهو چئي زين النورين هاڻ مون کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو.

“اهو ڀلا ڪيئن؟” مون تجسس مان پڇيو.

“اهو هينئن جو ڀولا نه پگهار گهرن ٿا، نه دوا درمل جي سهولت! نه يونيفارم لاءِ ضد ڪن ٿا ۽ نه وري اوڊر جي گهر گهر! ... ٻن چئن ڪچن پڪن ڪيلن ۾ هي غريب خوش رهن ٿا!”

”ڇا مطلب؟“ مون کي زين النورين جي ڳالهه جڻ ڳجهارت لڳي رهي هئي. زين النورين جي هن ملڪ ملائيشيا ۾، جيتوڻيڪ آئون ڏهاڪو کن سال جهاز هلائي چڪو هوس ۽ هينئر هڪ هنڌ رهي ڪناري جي نوڪري

ڪندي بہ ٽي سال ٿي چڪا هئا پر مون کي زين النورين واري ڳالھ سمجھ ۾ نہ آئي. البت ان ڳالھ کان آئون چڱيءَ طرح واقف هوس تہ هن ملڪ ۾ ڏينهن رات ڏکي پچ وارا پولڙا ۽ نانگ آزاد ڦرندا رهن ٿا ۽ اسان جي ڪليل ڳاڏين ۽ گهرن ۾ گهڙي، اسان کي پريشان ڪن ٿا..... مون کي تعجب ڪائيندو ڏسي زين النورين ٻڌايو: ”ان ڪري جو ناريلن جي پوک لاءِ نہ هارين جي ضرورت آهي نہ ڏهاڙيءَ تي رکيل مزدورن جي... بس فقط هڪ دفعو ناريلن جا ٻوٽا لڳائڻا پون ٿا. هتي تہ پاڻي ورائڻ جي بہ ضرورت ناهي، ٻارهوئي مينهن پيو وسي ۽ ناريلن لاءِ تہ سمنڊ جي گهميل هوا ئي ڪافي آهي. چئن پنجن سالن بعد جڏهن ناريلن جا وڻ مڇي مڙس ٿين ۽ ڦل ڏيڻ شروع ڪن تہ هڪ يا ٻہ باندر انهن لاءِ ڪافي آهن. سڄو ڏينهن انهن کان ناريل پٽرائيندا رهو آخر ۾ هنن لاءِ ٽي چار ڪچا پڪا ڪيلا بہ ڪافي آهن. هو غريب انهن ۾ ئي خوش ٿيو وڃن“.

مون کي ان ڏينهن خبر پئي تہ ملائيشيا ۾ جتي ڪٿي نظر ايندڙ ناريلن جي ڊگهن وڻن مان ناريل پٽڻ جو ڪم پولڙا ٿا ڪن. منهنجي ملئي دوست زين النورين جي ان گفتگو کان پوءِ مون کي جلد ئي فليٽ مان هڪ اهڙي بنگلي ۾ رهائش ڏني وئي، جنهن جي اڳيان پٺيان ناريلن، رمبوتانن ۽ استار فروٽ جا وڻ هئا. رمبوتان ملائيشيا جو هڪ لوڪل ميوو آهي، جيڪو ٿائيلينڊ جي ليچي ۽ ماتا ڪچنگ جهڙو ٿئي ٿو پر سائيز ۾ ان کان ڪجهہ وڏو رس گلي جيڏو ٿئي ٿو. سندس ٻاهرين کل جو رنگ ڳاڙهو ٿئي، جنهن تي سائي ۽ هئڊي رنگ جا وار ٿين ٿا. در اصل انهن وارن جي ڪري هن ميوي جو نالو رمبوتان يعني (وارن وارو) ميو آهي.

هڪ دفعي، آچر واري ڏينهن آئون پنهنجي گهر وينو هوس تہ ڊور بيل وڳو. در کولڻ کان اڳ دريءَ مان ليئو پاتم تہ هڪ پولڙي وارو نظر آيو. پولڙي جي ڳچيءَ ۾ رسو ٻڌل هو

جنهن جو پيو پوچڙ هن همراهه جي ساڄي هٿ ۾ هو ۽ کاٻي هٿ ۾ ڏٻڪي (ڏگڏگي) بدران هڪ ڏگهو ڪاٺ. (جنهن کي ملئي ماڻهو پرانگ سڏين ٿا) هو. مون سمجهيو هو ٻارن کي پولي جا ڪرتب ڏيکارڻ آيو آهي، پر در کولڻ تي هن ٻڌايو ته هو پڇڻ آيو آهي ته اسان ناريل ڪائنس پٽرائڻ چاهينداسين يا ڪنهن ٻئي سان بندوبست ڪيو اٿئون.

نهيو! چئبو ته هي گهرن ۾ لڳل ناريلن جي وڻن مان ناريل، هن قسم جا پولڙن وارا پٽي ڏين ٿا ۽ سڄي ملائيشيا ۾ ناريل پٽرائڻ جو اجورو ڏهن ڪان ويهن ناريلن تائين آهي. يعني هڪ سئو ناريل پٽڻ تي 20 کن ناريل يا ان قيمت جيترا پيسا ان پولڙي واري جا ٿيا. ان ۾ گهرن وارا به خوش ته هنن کي ڏهه يارنهن وڻن لاءِ پولڙو رکڻو نٿو پوي ۽ پولڙي وارو به خوش، جو هن کي روزانو سٺ ستر ناريل مليو وڃن ۽ پولڙو به خوش، جنهن کي ٻن ٽن ڪيلن کان علاوه هڪ ٻه ناريل به کائڻ لاءِ مليو وڃي.

منهنجي هائوڪار ڪرڻ تي باندر واري پنهنجي "چوڪري" يعني پولڙي کي (جنهن کي هو هر وقت ملئي زبان ۾ چوڪرو چئي مخاطب ٿي رهيو هو) وڻ تي چڙهڻ جو اشارو ڪيو ۽ ٻانهن تي لڙڪيل ڊگهي رسي کي ڍرو ڪيو جنهن جو پوڇڙ سندس هٿ ۾ مضبوط هو. باندر پنهنجي مالڪ جو حڪم مڃڻ بدران پنهنجيون ڪڇون کنهڻ لڳو پر پوءِ مالڪ جي رڙ ڪرڻ تي هو پنهنجي جسم مان ماڪوڙيون ڪڍي ڪائڻ بدران، ٽپ ڏئي ويجهي وڻ ڏي ڀڄو ۽ آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ ٽيهارو سال پراڻي وڻ تي چڙهي ويو. چوٽيءَ تي پهچي هو ڪنهن ماهر جاسوس وانگر هڪ هڪ ناريل کي غور سان ڏسي هن کي پنهنجي پيرن سان گول ڦيرائڻ لڳو. ناريل کي انب يا صوف وانگر ڇڪي پٽڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. جو اهو واڏڻ (واڻ) جهڙي Cord سان وڻ ۾ ڇهتيل ٿئي ٿو. هن کي ڪنهن تيز ڪات سان ڪپي سگهجي ٿو يا گول ڦيرائڻ سان ڇني سگهجي

ٿو. باندر جي چئن پنجن ڦيرن ڏيڻ سان ناريل اچي ٿي هيٺ ڦهڪو ڪيو. ناريل ايترو تہ مضبوط ٿئي ٿو جو ايترو مٿانهين تان ڪرڻ تي بہ نٿو ڀڄي، البتہ ڪنهن ماڻهوءَ جي مٿي تي لڳڻ سان ماڻهو مرڻ جا واقعا ضرور ٿيا آهن.

Bagus, Bagus. (سٺو تمام سُٺو) ناريل ڪرڻ تي باندر واري پنهنجي ڇوڪري (پولڙي) کي شاباش ڏني. هو ناريلن جي جهڳٽي مان منهن ڪڍي مالڪ ڏسڻ لڳو. سندس ڏند اس جي ترورن ۾ چمڪي رهيا هئا. هن شايد ڪجهہ کائڻ جي اميد تي رکي جو پنهنجو وات واڇن سوڌو کولي مالڪ کي هيٺ تڪ ٻڌي ڏسڻ لڳو.

“Satu lagi, pergi, pergi”

(وڃ وڃ هڪ ٻيو پٽ) مالڪ کيس دٻ پٽي ۾ سندس ڇوڪر هڪ دفعو وري جاسوسن وانگر ناريلن کي ڏسڻ لڳو. هو فل پڪل ناريل (Kelpa) ڳولي پٽڻ لڳو جيڪي باندر وارو هڪ هنڌ ڍير ڪندو ويو. هڪ وڻ ختم ٿيڻ تي

باندر واري پنهنجي پولڙي کي ٻي وڻ تي وڃڻ جو حڪم ٿي ڏنو. وڻ جي ويجهو هجڻ تي پولڙي ٽارزن وانگر هڪ وڻ تان ٻئي وڻ تي ٽپ ٿي ڏنو ٻي صورت ۾ مالڪ ڪيس هيٺ لهي پوءِ ٻئي وڻ تي چڙهڻ جو حڪم ٿي ڏنو.

ٽيهه چاليهه ناريل ٽيڙڻ تي، باندر واري پنهنجي چوڪري کي پاڻ وٽ سڏي شاباس ڏني ۽ سائيڪل تي پنيان ٻڌل پوتڙي مان ٻه ڪيلا ڪڍي پولڙي حوالي ڪيا. پولڙو ڪيلا حاصل ڪري ٽارزن ٽائيپ هڪ سنهي ڪيڪ ڪئي ۽ پوءِ مالڪ جي قدمن ۾ اوڪڙون ويهي مزي سان کائڻ لڳو يعني عيش ڪرڻ لڳو.

”زين النورين سچ چيو هو....“ مون دل ئي دل ۾ سوچيو. ملائيشيا ۾ ناريلن جي وڏي کپت آهي. قدرت جو هي عجيب ميوو آهي، جنهن کي پاچي، گيهه، يا ڪولڊ ڊرنڪ ٻه چئي سگهون ٿا. ملائيشيا ۾ اسين بصر ۽ تيل بدران ٻوڙ ۾ ناريل جو چورو (Desiccated Coconut) استعمال

ڪريون. ڪچو ناريل جنهن کي ملئي زبان ۾ Kelapa Muda سڏين، مشروب خاطر استعمال ٿئي ٿو. ناريل جا ڪوپا پارڻ جي ڪم اچن، سندن ٻـُجَ (وار) ڪارن جي سيٽن ۾ استعمال ٿين. جهاز هلائڻ وارن ڏينهن ۾ اسان ڪيترائي دفعا ملائيشيا مان ناريلن جي اها ٻج (coconut hair) جرمني ڪٽي ويندا هئاسين، جتي مرسيڊيز ۽ واڪس وئگن ڪارن جي سيٽن ۾ استعمال ڪيا وڃن ٿا. ناريل جي وڻن جي پنن مان ٻهارا ٺهن ٿا، ٿڙن مان ڪامون، سڪل ناريلن مان ڏونگيون ۽ ڪوپري جو تيل. هن ملڪ ملائيشيا جي، ناريلن جي پوک مان وڏي ڪمائي آهي. هاڻ ته ٿائيلينڊ به ناريل ۽ انهن جا By_Product درآمد ڪري، غير ملڪي ناڻو ڪمائي ٿو ۽ ناريل پٽڻ جا ايڪسپرٽ باندر جتي ڪٿي نظر اچن ٿا. انهن باندرن بابت خبر پئي ته انهن کي، ان ڪم ۾ ماهر ڪرڻ لاءِ سڀ کان بهتر اسڪول ملائيشيا جي ان رياست ملاڪا ۾ آهن، جتي اسانجي اڪيڊمي

هئي.. مون تہ سمجهيو ٿي تہ ملاڪا رياست اسان واري نيول اڪيڊمي ڪري مشهور آهي، پر هتي تہ تعليم بالغان، انڌن جو اسڪول ۽ ٻاندرن جو اسڪول بہ آهي. ناريلن جي گهڻي ڪپت ۾ پوک ڪري ٽرينڊ (تربيت يافتہ) ٻاندرن جي بہ ضرورت وڌي وئي آهي. ويجهڙائيءَ ۾ هڪ سيمينار اٽينڊ ڪرڻ لاءِ ٿائيلينڊ ويس تہ خبر پئي تہ اتي بہ، خاص ڪري ٿائيلينڊ جي ڏاکڻ شهرن سونگڪلا، هاديائي ۽ پتاني پاسي، ٻاندرن کي ناريل پٽڻ جي ٽريننگ ڏيڻ جا اسڪول کلي ويا آهن. هونءَ تہ جتي ڪٿي سخت بيروزگاريءَ جو عالم آهي، پر ناريلن جي پوک وڌڻ ڪري، تعليم يافتہ يا ڪٽي چئجي تہ تربيت يافتہ Graduate ٻاندرن جي سخت ضرورت آهي. ٿائيلينڊ جي وائلڊ لائيف فنڊ جي سيڪريٽري جنرل پستنا پاتالنگ ٻڌايو تہ هن وقت ٿائيلينڊ ۾ بہ هزارين پولڙا پنهنجن مالڪن کي روزگار ڪمائي ڏئي رهيا آهن.

ناريل پٽڻ جي سکيا ڏيڻ لاءِ پولڙن کي ٽن کان ڇهن مهينن تائين اسڪول ۾ رهڻو پوي ٿو جتي هنن کي ڪچي ۽ پڪي ناريل جي سڃاڻپ ڪرائي وڃي ٿي ۽ ٻي اهم شئي اها سيکاري وڃي ٿي ته وڻ جي ٽاريءَ کي هٿن سان جهلي پيرن سان ڪيئن گهمائجي، جيئن ناريل جي ڏانڊي ٽٽي پوي ۽ ناريل اچي هيٺ ڦهڪو ڪري. هن ڪم لاءِ اڪثر ٻارن جي ماءُ کي ڦاسائي، ان جا ٻچا کنيا وڃن ٿا ۽ انهن کي آزاد ڇڏڻ بدران پڃري ۾ رکيو وڃي ٿو جيسين وڏا ۽ اسڪول لائق ٿين. اڄ ڪلهه سکيا ورتل يعني گريجوئيٽ پولڙي جي قيمت ٻه سئو کان ڇهه سئو ڊالر آهي. هڪ سنو ۽ صحتمند پولڙو روزانو 800 کان 1000 ناريل پٽي سگهي ٿو.

پولڙو جڏهن ٻن سالن جو ٿئي ٿو ته هن کي اسڪول ۾ داخل ڪيو وڃي ٿو. اڄ ڪلهه ڪو ٻه سنو Monkey School هڪ پولڙي کي ناريل پٽڻ جو ماهر ڪرڻ لاءِ

هڪ سئو ڊالر (يعني 8000 رپيا ڪن في وٺي ٿو. پولڙي جي عمر 20 کان 25 سال ٿئي ٿي، جنهن مان اڌ عمر ڏهن کان ٻارنهن سال ڪن. هو پورهيو ڪري سگهي ٿو.

هتي اها ڳالهه به لکندو هلان ته هنن پولڙن سان تمام گهٽي اٽڪل سان هلٽو پوي ٿو. ٿورو به هنن کي تنگ ڪرڻ تي هو چتا ٿيو پون ۽ مالڪ کي به چڪين ٿا. خاص ڪري Mating جي موسم ۾ هو بيحد چڙچڙا ٿيو پون. ناريل پٽڻ جهڙي ڪم لاءِ گهڻو ڪري نر پولڙا ئي Trained ڪيا وڃن ٿا جو اهي مادين کان وڌيڪ چئيوان ٿين ٿا ۽ حڪم جي پوئيواري ڪن ٿا. ٻي ڳالهه ته هنن لاءِ اهو به چيو وڃي ٿو ته هنن کان روزانو ڪجهه نه ڪجهه ناريل پٽرائڻ کپن. ڪين چڏي ڏيڻ تي هو سست هڪ طرف ٿيو وڃن ته ٻئي طرف هنن کان ناريل پٽڻ جو آرٽ به وسريو وڃي.

